


نَحۡمَدُهٗ وَنُصَلِّيۡ عَلٰي رَسُوۡلِهِ الۡكَرِيۡمِ. اَمَّا بَعۡدُ: فَاَعُوۡذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيۡطٰنِ الرَّجِيۡمِ. بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ. اَلَمۡ تَرَ اِلٰى رَبِّكَ كَيۡفَ مَدَّ الظِّلَّ ۚ وَلَوۡ شَآءَ لَجَعَلَهٗ سَاكِنًا ۚ ثُمَّ جَعَلۡنَا الشَّمۡسَ عَلَيۡهِ دَلِيۡلًا ۙ﴿۴۵﴾ (اَلۡفُرۡقَان: 45) صَدَقَ اللّٰهُ الۡعَظِيۡمُ.

اربابِ نظر کو کوئی، ایسا نہ ملے گا،
بندے تو بہت مل جائیں گے آقا نہ ملے گا.
تاریخ اگر ڈھونڈے گی ثانیٔ مُحَمَّد،
ثانی تو بڑی چیز ہے سایہ نہ ملے گا.

**درود پڙهو:** اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمۡ وَبَارِكۡ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي وَالِدَيۡهِ وَآلِهٖ وَصَحۡبِهٖ اَجۡمَعِيۡنَ.

**حضراتِ محترم!** الله ڪريم جي قُدرتن مان اها ڳالهه آهي جو ان هر شيءِ جو پاڇو پيدا ڪيو آهي. جڏهن ڪا شيءِ سج، يا چنڊ يا روشنيءَ جي اڳيان ايندي آهي ته پويان ان جو پاڇو پيدا ٿيندو آهي. الله ڪريم قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي ته:

اَلَمۡ تَرَ اِلٰى رَبِّكَ كَيۡفَ مَدَّ الظِّلَّ ۚ وَلَوۡ شَآءَ لَجَعَلَهٗ سَاكِنًا ۚ ثُمَّ جَعَلۡنَا الشَّمۡسَ عَلَيۡهِ دَلِيۡلًا ۙ﴿۴۵﴾




ڇا تو پنهنجي پالڻهار ڏانهن نه ڏٺو؟ ته ڪيئن پاڇولي کي ڊگهو ڪيائين ۽ جي اهو چاهي ها ته ان کي بيهاري ڇڏي ها، پوءِ اسان سج کي ان مٿان (قدرت جو) دليل بنايوسين.

ثُمَّ قَبَضۡنٰهُ اِلَيۡنَا قَبۡضًا يَّسِيۡرًا ۝٤٦

پوءِ اسان آهستي آهستي ان (پاڇي) کي پاڻ ڏانهن سوڙهو ڪري ورتو.

**پاڇو ڇا آهي؟** تفسير رُوۡحُ الۡبَيَانَ واري لکيو آهي ته:

يُقَالُ لِكُلِّ مَوْضِعٍ لَّا تَصِلُ اِلَيۡهِ الشَّمۡسُ ظِلٌّ.[1]

هر اها جاءِ جتي سج جو سُهائو نه پهچي ان کي پاڇو چيو ويندو آهي.

**دوستو!** هر وجود جو پاڇو هوندو آهي. پوءِ جيڪو وجود جيترو ڪثيف ۽ گهاٽو هوندو آهي ته ان جو پاڇو اوترو گهرو ۽ گهاٽو هوندو آهي ۽ جيڪو وجود جيترو لطيف هوندو آهي، ان جو پاڇو به اوترو خفيف ۽ هلڪو هوندو آهي. دنيا ۾ ڪو به انسان اهڙو نه ٿيو آهي، جنهن جو پاڇو نه هجي. مگر ڪائنات جي اندر اها واحد ذات محمد ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جي آهي جن جو پاڇو نه هيو. ڇو ته سندن وُجُودُ مَسۡعُودُ نُور جو پيڪر هيو. ان ڪري الله ڪريم سندن پاڇو پيدا ئي نه ڪيو هيو. ڪي اعتراضي ماڻهو چون ٿا ته نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم عام ماڻهن وانگر هئا. ان ڪري ٻين ماڻهن وانگر سندن به پاڇو هوندو هيو. اچ آءٌ اوهان کي دليلن سان ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته اسان جي پياري نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جو پاڇو نه هيو.

---

[1] روح البيان (6/ 219)






**درود پڙهو:** اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَليٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَليٰ وَالِدَيْهِ وَآلِهٖ وَصَحْبِهٖ اَجْمَعِيْنَ.

**حاضرينِ محترم!** الله ڪريم قرآنِ مجيد فُرقانِ حميد ۾ فرمايو:

قَدْ جَآءَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ نُوْرٌ وَّ كِتٰبٌ مُّبِيْنٌ ﴿۱۵﴾ (المائدة: 15)

بيشڪ اوهان وٽ الله وٽان نور ۽ روشن ڪتاب (قرآن) آيو آهي.

**تفسير بَغَوِي،** تفسير رازي، تفسير خازن ۽ تفسير مظهري وغيره ان آيت جي تفسير ۾ لکيو آهي ته:

قَدْ جَآءَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ نُوْرٌ. يَعْنِيْ مُحَمَّدٌ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ .[1]

بيشڪ اوهان وٽ الله وٽان نور آيو آهي. يعني محمد ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم آيو آهي.

هن آيت ۾ ”نور“ مان مراد حضور جن جو وجودِ اطهر آهي.

**تفسير جلالين** لکيو آهي ته:

قَدْ جَاءَكُمْ مِنَ اللّٰهِ نُوْرٌ. هُوَ النَّبِيّ صَلَّى اللّٰه عَلَيْهِ وَسَلَّمَ .[2]

بيشڪ توهان وٽ الله وٽان نور آيو آهي. اهو نور نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم آهن.

**علامه آلوسي** بغدادي رَحمَتُ الله عَلَيْهِ لکيو آهي ته:

قَدْ جَاءَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ نُوْرٌ عَظِيْمٌ وَهُوَ نُوْرُ الْاَنْوَارِ
وَالنَّبِيُّ الْمُخْتَارُ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ.[3]

---

[1] تفسير البغوي (3 / 33) تفسير الرازي (2 / 263) تفسير الخازن (2 / 24) التفسير المظهري (3 / 68)
[2] تفسير الجلالين (ص: 139)
[3] تفسير الألوسي = روح المعاني (3 / 269)




بيشڪ توهان وٽ الله وٽان عظيم نور آيو آهي. اهو نورن جو نور آهي ۽ اهو نبي محمد مختار صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم آهي.

**حضرت ملا علي قاري** رَحْمَتُ الله عَلَيْهِ فرمايو ته:

وَأَمَّا نُورُهٗ عَلَيْهِ الصَّلَاةُ وَالسَّلَامُ فَهُوَ فِي غَايَةٍ مِنَ الظُّهُورِ شَرْقًا وغَرْبًا وَأَوَّلُ مَا خَلَقَ اللهُ نُورَهٗ وَسَمَّاهُ فِي كِتَابِهٖ نُورًا.[1]

سَرورِ عالم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جو نور اوير ۽ اولهہ ۾ بي انتها ظهور سان چمڪي رهيو آهي ۽ سڀ کان پهريان الله تعاليٰ نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جي نور کي خلقيو ۽ قرآن مجيد ۾ ان کي نور سڏيائين.

نُوْرُهُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَلْحِسِّيُّ اَوِ الْمَعْنَوِيُّ ظَاهِرٌ وَاضِحٌ.[2]

۽ نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جو نور حسي توڙي معنوي، پڌرو ۽ چٽو آهي.

اِنَّهٗ اَصْلُ نُوْرٍ حِسِّيٍّ وَ مَعْنَوِيٍّ.[3]

چو ته پاڻ هر حِسّي ۽ معنوي نور جا اصل آهن.

**درود پڙهو:** اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي وَالِدَيْهِ وَآلِهٖ وَصَحْبِهٖ اَجْمَعِيْنَ.

**حضراتِ گرامي!** حبيب ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جو پاڪ جسم بنا سايي جي هيو. ان بابت ڪجهہ روايات ۽ ارشادات پيش آهن. تاريخ خميس واري حضرت عثمان غني ذي النورين رَضِيَ الله عَنْهُ کان روايت آندي آهي.

---

[1] الأسرار المرفوعة (ص: 404)

[2] مطالع المسرات (ص 220)

[3] تفسير صاوي (ص 239)




قَالَ عُثْمَانُ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ اِنَّ اللهَ مَا أَوْقَعَ ظِلَّكَ عَلَى الْاَرْضِ لِئَلَّا يَضَعَ اِنْسَانٌ قَدَمَهٗ عَلٰى ذٰلِكَ الظِّلِ.[1]

حضرت عثمان رَضِيَ الله عَنْهُ عرض ڪيو (يارسول الله) بيشڪ الله تعاليٰ اوهان جو پاڇولو ڪي زمين تي نه رکيو ته جيئن ڪو ماڻهو ان سايي مٿان پير نه رکي.

عَنِ ابْنِ عَبَّاسٍ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ لَمْ يَكُنْ لِلنَّبِيِّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ظِلٌّ وَلَمْ يَقُمْ مَعَ الشَّمْسِ قَطُّ إِلَّا غَلَبَ ضَوْؤُهٗ ضَوْءُ الشَّمْسِ وَلَمْ يَقُمْ مَعَ سِرَاجٌ قَطُّ إِلَّا غَلَبَ ضَوْءُ السِّرَاجِ.[2]

حضرت عبدالله بن عباس رَضِيَ الله عَنْهُ کان روايت آهي ته نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جو پاڇولو نه هيو ۽ پاڻ سج جي سامهون بيهندا هئا ته سندن نور سج جي روشني تي غالب پئجي ويندو هيو ۽ پاڻ ڏيئي جي روشني جي اڳيان بيهندا هئا ته سندن نور چراغ جي روشني مٿان غالب ٿي ويندو هيو.

**حڪيم ترمذي** حضرت ذڪوان تابعي رَضِيَ الله عَنْهُ کان روايت ڪئي:

اَنَّ رَسُوْلَ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ لَمْ يَكُنْ يُرَىٰ لَهٗ ظِلٌّ فِيْ شَمْسٍ وَلَا قَمَرٍ.[3]

---

[1] تاريخ الخميس في أحوال أنفس النفيس (1 / 476) البحر المديد في تفسير القرآن المجيد (4 / 18) تفسير النسفي (2 / 492)

[2] شرح الزرقاني على المواهب اللدنية (5 / 525) فتاوى دار الإفتاء المصرية (8 / 190)

[3] الخصائص الكبرى (1 / 116) المواهب اللدنية (2 / 343) سبل الهدى والرشاد (10 / 480) شرف المصطفى (2 / 115)

بيشڪ رسول الله صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جو پاڇولو نه ته سج جي سُهائي ۾ ۽ نه وري چنڊ جي چانڊوڪي ۾ ڏٺو ويندو هيو.

**حافظِ حديث علامه جلال الدين** سُيُوطي رَحۡمَتُ الله عَلَيۡهِ پنهنجي ڪتاب الخصائص الڪبريٰ ۾ هڪ مستقل باب ٻڌو آهي، ان باب جو نالو آهي:

**بَابُ الْاٰيَةِ فِيْ اَنَّهٗ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ لَمْ يَكُنْ يُرىٰ لَهٗ ظِلٌّ.** [1]

هي باب آهي ان نشاني جي باري ۾ ته نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جو سايو نظر نه ايندو هيو (يعني سندن سايو هيو ئي نه)

۽ پوءِ ان ۾ ترمذي ڪان حضرت ذڪوان جي حديث روايت ڪرڻ ڪان پوءِ حضرت امام ابن سبع ڪان ان تي شاهدي ڏئي ٿو.

**قَالَ ابْنُ سَبَعٍ مِنْ خَصَائِصِهٖ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اِنَّ ظِلَّهٗ كَانَ لَا يَقَعُ فَكَانَ إِذا مَشىٰ فِي الشَّمْسِ أَوِ الْقَمَرِ لَا يُنْظَرُ لَهٗ ظِلٌّ.** [2]

اِبنِ سَبَع چيو ته هي نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جي خصائص مان آهي جو سندن سايو ڪونه پوندو هيو. سو جڏهن پاڻ سج جي سُهائي ۾ يا چنڊ جي چانڊوڪي ۾ هلندا هيا ته سندن پاڇولو نظر ڪونه ايندو هيو.

**درود پڙهو:** اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَليٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَليٰ وَالِدَيْهِ وَآلِهٖ وَصَحْبِهٖ اَجْمَعِيْنَ.

**عزيزانِ گرامي!** عاشقِ رسول حضرت قاضي عياض رَحۡمَتُ الله عَلَيۡهِ فرمائي ٿو:

---

[1] الخصائص الكبرى (1 / 116)
[2] الخصائص الكبرى (1 / 116)




مِنْ اَنَّهٗ كَانَ لَا ظِلَّ لِشَخْصِهٖ فِيْ شَمْسٍ وَلَا قَمَرٍ لِأَنَّهٗ كَانَ نُوْرًا وَإِنَّ الذُّبَابَ كَانَ لَا يَقَعُ عَلٰى جَسَدِهٖ وَلَا ثِيَابِهٖ.[1]

سندن نبوت ۽ رسالت جي دليلن مان هي به دليل آهي ته سندن جسم پاڪ جو سايو سج جي اس ۾ ۽ چنڊ جي چانڊوڪي ۾ ڪونه هوندو هيو ڇو ته پاڻ نور هيا ۽ بيشڪ سندن جسم اقدس ۽ پاڪ لباس تي ڪڏهن به مک ڪونه ويٺي.

**شيخ احمد بن محمد قسطلاني** رَحْمَتُ الله عَلَيْهِ کان روايت آهي:

لَمْ يَكُنْ لَهٗ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ظِلٌّ فِيْ شَمْسٍ وَلَا قَمَرٍ.[2]

نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جو سايو سج ۽ چنڊ جي روشني ۾ نظر نه ايندو هيو.

**شيخ محمد زرقاني** رَحْمَتُ الله عَلَيْهِ ان جي شرح ۾ فرمايو ته: ”حضور صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جو سايو سج ۽ چنڊ جي روشني ۾ نه اچڻ جو سبب ظاهر آهي هي هيو جو

لِاَنَّهٗ كَانَ نُوْرٌ. جو بيشڪ پاڻ نور هيا.

**شيخ حسين بن محمد** ديار بڪري رَحْمَتُ الله عَلَيْهِ فرمائي ٿو:

لَمْ يَقَعْ ظِلُّهٗ عَلَي الْاَرْضِ وَلَا يُرَيٰ لَهٗ ظِلٌّ فِيْ شَمْسٍ وَلَا قَمَرٍ.

سندن سايو زمين تي ڪونه ظاهر ٿيو ۽ نه ئي سج ۽ چنڊ جي روشني ۾ ڏٺو ويو.

---

[1] المقاصد الحسنة (ص: 122) الشفا (1 / 368) خلاصة الأثر في أعيان القرن الحادي عشر (1 / 335)
[2] خلاصة الأثر في أعيان القرن الحادي عشر (1 / 335)

**درود پڙهو:** اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي وَالِدَيْهِ وَآلِهٖ وَصَحْبِهٖ اَجْمَعِيْنَ.

**عزيزان محترم!** امت جي اڳواڻن ۽ دين جي پيشوائن اها ڳالهہ لکي آهي ته حبيب ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جي جسمِ انور جو سايو نه هوندو هيو. حضرت راغب اصفهاني رَحْمَتُ الله عَلَيْهِ لکي ٿو:

رُوِيَ اَنَّ النَّبِيَّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ كَانَ اِذَا مَشٰى لَمْ يَكُنْ لَهٗ ظِلٌّ.[1]

روايت ڪئي وئي آهي ته بيشڪ بلاشڪ نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جڏهن هلندا هئا ته سندن سايو ڪونه هوندو هيو.

**حضرت شهاب الدين** خِفَاجِي مِصري رَحْمَتُ الله عَلَيْهِ فرمائي ٿو:

لَا ظِلَّ لِشَخْصِهٖ اَيْ جَسَدِهِ الشَّرِيْفِ اللَّطِيْفِ.

نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جي وجود يعني سندن شرف واري جسم، لطافتن واري بدن جو سايو نه هيو.

**حضرت علامه برهان الدين** احمد حلبي رَحْمَتُ الله عَلَيْهِ فرمايو:

اَنَّهٗ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اِذَا مَشٰى فِي الشَّمْسِ اَوْ فِي الْقَمَرِ لَايَكُوْنُ لَهٗ ظِلٌّ لِشَخْصِهٖ لِاَنَّهٗ كَانَ نُوْرًا.

بيشڪ جڏهن نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم سج ۽ چنڊ جي روشني ۾ هلندا هيا ته سندن جسم انور جو سايو نه هوندو هيو ڇو ته پاڻ نور هئا.

**حضراتِ گرامي! ٻڌو!** حضرت مُجَدّد مُنَوّر، الفِ ثَاني شيخ احمد فاروقي سرهندي رَحْمَتُ الله عَلَيْهِ فرمايو آهي ته:

---

[1] الموسوعة القرآنية (8 / 354) تاج العروس (29 / 415)

”حقيقتِ محمدي صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جيڪا ظهورِ اول آهي، پاڻ سمورين حقيقتن جي حقيقت آهن. ان جو مطلب هي آهي ته ٻيون حقيقتون ڀلي اهي پيغمبرن جون هجن يا ملائڪن جون هجن، ان جي عڪس وانگر آهن ۽ حقيقتِ محمدي انهن حقيقتن جو اصل آهي. [1]

**مڪتوبات شريف** دفتر ٽيون حصو نائون ۾ پاڻ فرمائن ٿا:

باید دانست که خَلقِ مُحمّدی در رنگ خلق سائر افرادِ انسانی نیست بلکه جلقے ہیچ فردے از افرادِ عالم مناسبت ندارد که او صلی اللّٰہ تعالیٰ علیه وسلم که با وجود نشاء عنصری از نورِ حق جل وعلا مخلوق گشته کما قال علیه الصلواة والسلام خُلِقۡتُ مِنۡ نُوۡرِ اللهِ.[2]

ڄاڻ گهرجي ته حضرت محمد مصطفيٰ صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جي تخليق سيني انسانن جي پيدائش وانگر نه آهي. بلڪه جهان جي ماڻهن مان ڪنهن به فرد جي پيدائش ساڻن مناسبت نه ٿي رکي ڇو ته سندن وجودِ عنصري جي پيدائش الله جَلّ وَ عُلا جي نور مان ٿي آهي. جيئن نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم فرمايو آهي ته: ”آءٌ الله جي نور مان خلقيو ويو آهيان.“

**عزيز دوستو! حضرت علامه شهاب الدين احمد** بن حجر مڪي رَحۡمَتُ الله عَلَيۡهِ فرمائي ٿو:

---

[1] ڪنز الهدايات (ص : 93)

[2] مڪتوبات مجدد الف ثاني (ص: 75)

وَمِمَّا يُؤَيِّدُ اَنَّهُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ صَارَ نُوْرًا اَنَّهُ كَانَ اِذَا مَشٰى فِي الشَّمْسِ وَالقَمَرِ وَلَا يَظْهَرُ لَهُ ظِلٌّ لِاَنَّهُ لَا يَظْهَرُ اِلَّا لِلْكَثِيْفِ وَهُوَ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَدْ خَلَصَهُ اللهُ تَعَالٰي مِنْ سَائِرِ الْكَثَافَاتِ الْجِسْمَانِيَّةِ وَصَيَّرَهُ نُوْرًا صَرْفًا لَا يَظْهَرُ لَهُ ظِلٌّ اَصْلًا.

نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم جي نوري هجڻ جي تائيد ان ڳالهہ مان به ٿئي ٿي جو پاڻ جڏهن سج جي روشني ۾ ۽ چنڊ جي چانڊوڪي ۾ هلندا هيا ته سندن سايو ظاهر ڪونه ٿيندو هيو ڇو ته سايو ڪثيف شيءِ جو ظاهر ٿيندو آهي ۽ نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّم کي الله تعاليٰ سيني ڪثافتن کان پاڪ ڪري ڪين خالص نوري بنائي ڇڏيو هيو انڪري سندن سايو بلڪل نظر نه ايندو هيو.

**علامه شيخ محمد طاهر** مجمع البحار ۾، علامه شيخ سليمان جمل فتوحات ۾، امام احمد مناوي شرح شمائل ۾، ملا علي قاري جمع الوسائل بشرح الشمائل ۾ ان مضمون کي هنن مختلف لفظن سان بيان ڪن ٿا:

وَلَا يَظْهَرُ لَهُ ظِلٌّ لَمْ يَكُنْ لَهُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ظِلٌّ فِيْ شَمْس وَلَا قَمَر . لَمْ يَكُنْ لِلنَّبِيِّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ظِلٌّ. عَنِ ابْنِ عَبَّاس رَضِيَ اللهُ عَنْهُ لَمْ يَكُنْ لَهُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ظِلٌّ. [1]

۽ سندن سايو ظاهر نه ٿيندو هيو ڇو ته سج ۾ توڙي چنڊ ۾

[1] مجمع البحار (3 /405) جمل فتوحات احمديه شرح همزيه (ص 5) شرح شمائل ( 1 /47) جمع الوسائل بشرح الشمائل (1 /176)




سندن سايو هيو ئي ڪونه. نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جو سايو نه هيو. حضرت عبد الله بن عباس رَضِيَ الله عَنۡهما کان به روايت آهي نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جو سايو نه هيو.

**سيرت شامي ۾** امام صالحي به اهو ئي مضمون لکيو آهي. ائين امام فخر الدين رازي تفسير ڪبير ۾ بيان ڪيو آهي. سيرت حلبيه ۾ امام تقي الدين سُبڪي جو هڪ شعر ان عقيدي تي شاهد آهي:

**لَقَدۡ نَزَّهُ الرَّحۡمٰنُ ظِلَّكَ اَنۡ يُرٰىٰ * عَلَي الۡاَرۡضِ مُلَقِّيۡ فَانۡطَوٰى لِمُزِيَةٍ.** [1]

رحمان توهان جي سائي کي زمين تي ظاهر ٿيڻ کان پاڪ ڪري ڇڏيو ۽ ناپاڪي کان محفوظ رکڻ لاءِ توهان جي عظمت ۽ فضيلت جي ڪري ان کي ويڙهي ڇڏيو.

**صاحب الوفاء** هيءَ حقيقت افروز رباعي بيان ڪئي آهي:

**مَا جُرَّ لِظِلِّ اَحۡمَدَ اَذۡيَالُ**
**فِي الۡاَرۡضِ كَرَامَةً كَمَا قَدۡ قَالُوۡا**
**هَذَا عَجِيۡبٌ وَكَمۡ لَهُ مِنۡ عَجَب**
**وَالنَّاسُ بِظِلِّهِ جَمِيۡعًا قَالُوۡا.** [2]

بزرگي جي ڪري نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جي سائي جو دامن زمين تي نه آندو ويو، هيءَ ڳالهه ڪيڏي نه عجيب آهي ته سمورا

---

[1] مشيخة أبي بكر المراغي (ص: 424) السيرة الحلبية (2 / 412) ريحانة الألبا وزهرة الحياة الدنيا (ص: 52) النفحة المسكية فى الرحلة المكية (ص: 140)

[2] ريحانة الألبا وزهرة الحياة الدنيا (ص: 51)




ماڻھو سندن زير سايه آرام به ڪندا آھن.
ھن روح پرور ايمان افروز رُباعي ڪي علامه خفاجي رَحۡمَتُ الله عَلَيۡهِ آندو آھي ۽ پوءِ نتيجي طور تي تحرير ڪيو اٿس.

وَقَدۡ نَطَقَ الۡقُرۡآنُ بِاَنَّهُ النُّوۡرُ الۡمُبِيۡنُ وَكَوۡنُهٗ بَشَرًا لَا يُنَافِيۡهِ.[1]

ان تي قرآن پاڪ شاھد ۽ ناطق آھي ته نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم نورِ مبين آھن ۽ سندن جامهءِ بشريت ۾ ھجڻ، سايو نه ھئڻ جي منافي ناھي.
**امام رباني حضرت مجدد** الف ثاني رَحۡمَتُ الله عَلَيۡهِ فرمائن ٿا:
ناچار او را سايه نبود نيز در عالمِ شهادت سايه ہر شخص از شخص لطيف تر است وچوں لطيف تر ازوے در عالم نباشد او را سايه چه صورت دارد.
بيشڪ نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جو سايو ڪونه ھيو ڇو ته ھن جهان ۾ ھر ماڻھو جو سايو ان کان وڌيڪ لطيف ھوندو آھي ۽ دنيا ۾ نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم کان وڌيڪ ٻيو ڪوبه لطيف ناھي ته پوءِ سندن لاءِ سايو ڇا جي ڪري ٿي سگهي ٿو.
ٻي جاءِ تي پاڻ فرمائن ٿا: ”ہر گاه محمد رسول الله صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم از لطافت ظل نبود خدائے محمد چگونه ظل باشد.
جڏھن نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم لاءِ لطيف ھئڻ ڪري سايو نه آھي ته حضرت محمد مصطفيٰ صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جي خدا جو سايو ڪيئن ٿي سگهي ٿو.

لَمۡ يَخۡلُقِ الرَّحۡمٰنُ مِثۡلَ مُحَمَّدٍ * اَبَدًا وَعِلۡمِيۡ اَنَّهٗ لَا يُخۡلَقُ.

---

[1] الرياض (3/ 319)

حضرت محمد مصطفيٰ صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جي مثل الله تعاليٰ کو پيدا نہ ڪيو آهي ۽ منهنجو ايمان آهي ته نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جي مثل ڪو پيدا ٿيندو نہ ڪونه.

**حضرت شيخ عبدالحق** محدث دهلوي رَحۡمَةُ الله عَلَيۡهِ فرمايو:

نبود مر آن حضرت را سايه نه در آفتاب و نه در قمر رواه الحكيم الترمذي عن ذكوان في نوادر الاصول الي ان قال و نور يکے از اسمائے آنحضرت است و نور راسايه نباشد.

خاص حضرت نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جو سايو نه هيو. نه سج ۾ نه ئي وري چنڊ ۾. حڪيم ترمذي ذڪوان کان نوادر اصول ۾ ان طرح سان روايت ڪئي آهي، ايستائين جو چيائين ته حضرت جن جي نالن مان هڪ نالو نور آهي ۽ نور جو سايو نه هوندو آهي

**درود پڙهو:** اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمۡ وَبَارِكۡ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي وَالِدَيۡهِ وَآلِهٖ وَصَحۡبِهٖ اَجۡمَعِيۡنَ.

**عزيزانِ محترم!** سندن سايو نه هجڻ جا علماءَ ڪيئي سبب بيان ڪيا آهن. انهن مان ڪجهہ هي به آهي:

1. جيئن ڪو ڪافر يا منافق سندن سائي تي پير نه رکي.
2. سايو ڪارو هوندو آهي. جڏهن ته پاڻ نوراني آهن.
3. سايو ڪڏهن اڳيان هلندو آهي. پاڻ ڪائنات جا سرواڻ ۽ اڳواڻ آهن. رب کي اها ڳالهہ پسند نه هئي جو سايو سندن اڳيان هلي.
4. پاڻ پنهنجو سايو آخرت لاءِ بچائي رکيائون، جيئن پنهنجي دعا شفاعت لاءِ ذخيرو ڪري رکيائون. جيئن بخاري ۽ مسلم ۾ آيو آهي.
5. جيئن سندن سايو ڪنهن ناپاڪ شيءِ مٿان نه پوي.

6. هر شيءِ جو پاڇولو ان شيءِ جي ويجهڙو هوندو آهي. پاڇولو ڪارو هوندو آهي ۽ حضور جن صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم سيني شين کان روشن آهن. پوءِ هي مناسب ناهي ته ڪاراڻ سندن ويجهو اچي.

7. ڏينهن جو پاڇولي جو سبب سج هوندو آهي. جيئن جيئن سج مٿي ٿيندو ويندو آهي ته هر شيءِ جو پاڇولو به ننڍو ٿيندو ويندو آهي. اِهو مناسب نه هيو ته سج سندن سائي کي ننڍو ڪري.

8. علمِ الاهي ۾ ماڻهو ٻن گروهن ۾ آهن. هڪ گروه جنتي ۽ هڪ گروه جهنمي. هي مناسب نه هيو ته ڪو ماڻهو سندن سايي جي هيٺان اچي ۽ پوءِ وري جهنمي بنجي وڃي.

9. زمين تي هر ماڻهو جو پاڇولو سجدي ۾ هوندو آهي ۽ گهڻا ماڻهو پاڻ ئي سجدي کان محروم هوندا آهن. حضور ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم رڪوع ۽ سجدي ڪرڻ وارن جا سردار هيا انڪري سايي کي سجدي جي ضرورت نه هئي.

10. پاڻ اهو نور آهن جيڪي انڌيرن مان ڪڍي نور جي طرف آڻن ٿا. ان نورِ هدايت سان گڏ ڪارو سايو هجڻ مناسب نه هيو.

11. اگر نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّم جو سايو ظاهر ٿئي ها ته اهو سندن ثاني هجي ها. سو ڪائنات ۾ سندن ثاني آهي ئي ڪو نه.

12. پاڇولا هڪ ٻئي سان ملي ويندا آهن، هي مناسب نه هيو ته سندن سايو مبارڪ ٻئي ڪنهن سان رل وچڙ ٿئي.

13. صاف شيءِ تي پاڇولو صاف نظر ايندو آهي ۽ پليد شيءِ تي سايو به ناپاڪ نظر ايندو آهي پوءِ مناسب نه هيو ته سندن سايو ناپاڪ نظر اچي. ان ڪري الله سندن سايو پيدا نه ڪيو.